# شهنشاھ ماستر بابا نيڀراج صاحب جهنڊي وارن




پاران: بابا نيڀراج شيوا منڊلي سيرو چوڪ سکر

# ماستر بابا نييراج صاحب جهندي وارا



قيمت: پاڻ پڙهي ٻين کي پڙهڻ لاءِ ڏيندا.

## ”ليکک وينتي“

پيارا پڙهندڙو،

اسان توهان جا لک ٿورائتا آهيون جو توهان پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي هي ڪتاب پڙهي رهيا آهيو. هن پستڪ کان اڳ هڪ پستڪ ”شري امر لعل سائين جي ڪٿا“ ڇپرايو هو. اسان کي سٺو Response مليو. اسان جي هنن پستڪن ڇپرائڻ جو مقصد(Aim) اهو ئي آهي تہ پنهنجي هندو ڌرم جي (Knowledge) ڄاڻ اڄ جي نئين نسل کي ڏجي تہ ڪيئن پرماتما پنهنجن ڀڳتن جا ڏک دور ڪرڻ لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ هن پرٿويءَ تي اوتار ورتو ٿو.

اسان جي نئين نسل( New Generation) کي هندو ڌرم جي ڄاڻ نہ آهي جن کي آهي تہ وشواس نہ آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو اها نسل(Generation) ڀٽڪي غلط رستا



کتاب ليکڪ: ڊاڪٽر مکيش ڪمار گوريجا

E-mail: goreja_dewan@yahoo.com



اپنائي رهي آهي.

اسان جي هن ڪوشش ۾ اسان جو سات ڏيندا ۽ ڪا غلطي ڪئي هجي تہ ناسمجهہ ٻالڪ سمجهي معاف ڪندا ۽ آسيس ڪندا تہ مالڪ سڀ کي سٺي سمجهہ ڏئي.

منهنجي اوهان سڀني کي اهائي وينتي آهي تہ توهان هن ڪتاب جي باري ۾ پنهنجا رايا (Comments) ضرور لکي موڪليندا.

*Some one asked*

*Where does God live?*

*Answer is that*

*God lives in your & my heart.*

*So, Please don't hurt any heart.*

ليکڪ:

"ڊاڪٽر مکيش گوريجا"

درويش ميڊيسن هائوس

ڪٽي بازار سکر

# ايشور لعل وينتي

اسان کي ڏاڍي خوشي آهي تہ بابا نيپراج صاحب شيوا منڊلي جي طرفان پهريون ڪتاب "شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جو جيون چرتر" نهرائي توهان تائين پهچايو آهي. اسان وٽ ڪيترائي ماڻهو ايندا هئا جيڪي اسان کان شهنشاهہ جن جي جيون چرتر جي باري ۾ پڇا ڪندا هئا ۽ ڪتاب جي گهر ڪندا هئا. شهنشاهہ جن جي مهر سان هي ڪتاب ٺهي توهان جي هٿن تائين پهتو آهي.

"شهنشاهہ ماستر بابا نيپراج صاحب" سيني تي مهر جي نظر رکندا هئا ۽ پراپڪاري درويش پڻ هئا. شهنشاهہ جن جي جيتري واکاڻ ڪجي اوتري گهٽ آهي توهان هي ڪتاب پڙهي پنهنجا رايا لکي موڪليندا ۽ ڪتاب جي قيمت پڻ ادا ڪندا.

هر هڪ جي دل ۾ پرماتما رهي ٿو. هميشہ اهي ڪرم ڪيو جنهن سان ٻئي جي دل خوش ٿئي. ڪجهہ بہ ڪرڻ کان اڳ اهو ضرور سوچيو تہ توهان جيڪي ڪجهہ ڪيو ٿا ان سان ڪنهن کي ڪو نقصان تہ نہ ٿيندو. ننڍو هجي چاهي وڏو سيني سان عزت ۽ پيار سان ملو ۽ ڳالهايو ۽ هر طرح سان ٻئي کي خوش



کتاب ٺهرائيندڙ: مکي ايشور لال ماکيجا



ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو.

وڏن جي چوڻي آهي ته " جهڙي تنهنجي من ۾ تهڙي ٻئي جي من ۾." جيڪڏهن توهان ڪنهن کي عزت ۽ پيار ڏيندا ته سامهون واري جي من ۾ به ازخود توهان جي لاءِ پيار ۽ عزت پيدا ٿيندي.

هي (Massage) خاص اڄ جي نئين نسل (New Generation) جي لاءِ آهي جيڪي هر وقت پنهنجي ٿوري دير جي مزي لاءِ وڏن کي يا ننڍن کي پيا ٽونڪون (طنز) ڪندا رهندا آهن ۽ وڏن جو اپمان ڪندا آهن.

مان سيني کي اهائي وينتي ڪندس ته هر دل ۾ پرماتما رهي ٿو ڪنهنجي به دل نه ڏکايو ۽ جيترو ٿي سگهي تن من ۽ ڌن سان ٻئي کي خوش ڪيو ته پرماتما توهان سان خوش ٿيندو.

"مکي ايشور لعل ماکيجا"
سيروچوڪ، پهلوگهٽي
سکر.

# شهنشاھ بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا

## آرتي صاحب

اوم جئہ جئہ بابا نيپراج -جئہ جئہ بابا نيپراج
جتي ڪٽي جنهن جو توهان منجھ ڪارج
ستگر توهان جو چمتڪار...

١- در توهانجي تي جوت جڳي ٿي- جتي پلئہ پائين ٻڌيا ٻار
سڀ جا عرض اگهائين-تون سڀ ڏکين جو سهڪار...

●●●●●●●

٢- بابا توهانجو جهنڊو جهلي ٿو- جنهنکي سيني ڪيون نمسڪار
ٻانها در تنهنجي جا- بخش بديون بدڪار...

●●●●●●●

٣- ٻارهين مهيني ميلا لڳن ٿا- جت پري پري کان اچن نرنار
ڀڳتيون ڀاؤ لڳن ٿا - اکنڊ هلي ٿہ ڀنڊار...

●●●●●●●

٤- مجنو ٽيلو آستان اوهانجو- جتي جمنا وهي جهٽڪار
شيواداري شيوا ڪن ٿا-تن سڦلي ڪندين شهنشاھ (داتار)...

●●●●●●●

٥- ”طالب“ در توهانجي تي پڪاري- هنڙا ٻڌي ٻانهون
جن کي آش اندر ۾- تن جو پنڌ ڪندين اچي پار...



شهنشاھ ماستر بابا نيپراج صاحب جهندي وارا



## شهنشاھ بابا نيپراج

آهين سنڌڙيءَ جو سرتاج، شهنشاھ بابا نيپراج
كامل مرشد بي محتاج، شهنشاھ بابا نيپراج

★★★

١ سڏيان بابا يا اُستاد ، پورن ڀڳت سدائين شاد ،
آهين دنيا کي نُت ياد! شهنشاھ بابا نيپراج

★★★

٢ سهسين روڳ مٽائڻ هار، سڀ جا ڏکڙا ڪاٽڻ هار!
تنهنجو ذڪ بہ دعا داتار، شهنشاھ بابا نيپراج.

★★★

٣ آيو ڪوئي ٻي انسان، شرن ۾ هندو مسلمان،
سڀ تي درشٽي- مهرسمان، شهنشاھ بابا نيپراج

★★★

۴ توکي ساري جڳ جي ڄاڻ، مرشد بن نا ڪنهنجي ڪاڻ،
مرٽا اڳ ٽي مارئہ پاڻ، شهنشاھ بابا نيپراج

★★★

٥ لوٽو ڦورو ڪوبہ مڪار، آيو جيڪي تنهنجي دوار،
تنهنجو ٻيڙو تربو پار، شهنشاھ بابا نيپراج

★★★

٦ سوالين کي نت تنهنجي سار، چاهن ٺڦڙ،دعا هروار،
آهي "هنس" درس درڪار، شهنشاھ بابا نيپراج!

جئہ شري راڌي — اوم نمھ — جئہ شري ڪرشن

# شهنشاھ ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جو جيون چرتر

پيارا پڙهندڙو بابا نيپراج صاحب جن جي جيون چرتر جي ڄاڻ (Knowledge) مون ڪن ڪتابن مان حاصل ڪري لکي رهيو آهيان. لکڻ ۾ ڪا غلطي ڪئي هجي ته معاف ڪجو.

شهنشاھ ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا **13** آگسٽ **1875**ع تي سنڌ جي روهڙي شهر ۾ ماتا چئنا ديويءَ جي گرڀ مان جنم ورتو سندن پتا جو نالو ايسرداس ڀاٽيا هو. سائين جن کي ڀائر ۽ ڀينرون بہ هيون جن جي پوري ڄاڻ ڪانہ پئجي سگهي آهي.

شهنشاھ بابا نيپراج صاحب اڄ نندا سيان وڏا ٿي اٽڪل ساڍن پنجن سالن جي عمر ۾ سنڌي الف - ب پڙهڻ لاءِ سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيا هئا. ڪين پيءُ جو سک نہ مليو ڇو تہ سندن پتا جلد ئي هيءَ فاني دنيا ڇڏي پرلوڪ پڌاريا هئا. باقي ماءُ جو پيار **37** سالن جي عمر تائين نصيب ٿيو.





## شهنشاهه جن تي درويشن جي مهر

بابا سائين کي ڇهن سالن جي عمر ۾ بيبکس بادشاهه جو پيار نصيب ٿيو، ان وقت بيبکس بادشاهه جي عمر 21 سال هئي، بيبکس بادشاهه جن کي ننڍوبه ڪري سڏيندا آهن ۽ سائين جن جي جڳهه روهڙي شهر ۾ اڄ به موجود آهي. سائين بيبکس بادشاهه جن جنهن کٽ تي آرام ڪندا هئا اها اڄ تائين اتي موجود آهي ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي شيون اتي موجود آهن جيڪي اهي استعمال ڪندا هئا.

هڪ ڏينهن، مهينو جولاءِ يا آگسٽ 1881ع ۾ چوڏس رات جو بيبکس بادشاهه پاڻ سان گڏ پائي ڏولٽداس ۽ بابا نيپراج صاحب جن کي بنا ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ جي سانوٽيءَ جو سنڌوندي اُڪاري زنده پير تان ٿيندي سائين ايسرلعل جي دربار (پيپلي ۾) آيا. ان وقت سائين ايسر لعل کوهه ۾ اُلٽا لٽڪي (پير مٿي ۽ سر هيٺ ڪري) يوگ اڀياس ڪري رهيا هئا. بيبکس بادشاهه، پائي ڏولڻ داس ۽ بابا نيپراج صاحب کي سائين ايسر لعل ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

**"ڏسو هيءُ شير اٿوَ."**

سائين ايسر لعل جن متي نهارڻ بنا ٿي ڪوهہ مان ورندي ڏني تہ ”شير تہ توهان آهيو جو پنهنجي ٻنهي سائين ڏولڻ ۽ نيپي کي ساڻ وٺي اهڙو ڀيانڪ وهندڙ سنڌو درياهہ بنا ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ جي چڻ تہ پنڌ ڪري هت وٺي آيا آهيو.

## ”جيءُ آيا نج آيا.“

بيڪس بادشاهہ ۽ سائين ايسر لعل ٿوري دير پاڻ ۾ روح رهاڻ ڪئي. ان بعد بيڪس بادشاهہ ٻنهي ڄڻن ڏولڻداس ۽ بابا نيپراج صاحب کي واپس روهڙيءَ وٺي آيا. اهڙيءَ طرح شهنشاهہ جن کي بيڪس بادشاهہ، سائين ايسر لعل، سائين پاروشاهہ ۽ سائين وسڻ رام جن جو سنگ حاصل ٿيو.

**نوٽ:-** سائين بيڪس بادشاهہ جولاءِ **1882**ع ۾ هن فاني دنيا مان ڪوچ ڪيو ۽ سائين ايسر لعل مارچ **1890**ع ۾ چولو ڇڏيو هو.

اڳين جنمن ۾ پيچ ڪرم ڪرڻ ڪري هن جنم ۾ شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن کي **6-7** سالن جي عمر ۾ فقيرن ۽ ساڌن سنتن جو

سنگ مليو. بيڪس بادشاهہ جي ڪارڻ بيدل بادشاهہ جي درگاهہ (خانگاهہ) تي اچڻ وڃڻ ٿيو. پارو شاهہ جي ڏيوري ۽ آسائو تڙ تي سائين وسڻ شاهہ جي دربار ۾ بہ اچڻ وڃڻ ٿيندو هين. روهڙيءَ شهر کان پنج ميل دوريءَ تي ۽ اروڙ کان هڪ ميل پري ٽڪرن (جبلن) ۾ ماتا ڪالڪا ديويءَ جو آستان آهي جتي هر سال انند چوڏس تي (سيپٽمبر مهيني ۾) هڪ ڏينهن ميلو لڳندو آهي، اتي بہ ٻين دوستن ۽ روهڙي نواسين سان گڏ شهنشاهہ جن درشن ڪرڻ ۽ ميلي ۾ شامل ٿيڻ ويندا هئا تي سگهي ٿو تہ اتان ئي ماتا ڪالڪا (جڳدنبي) ديوي ماتا جي اپاسنا جو خيال جاڳيو هجي.

چوندا آهن تہ "دربارن، درگاهن، مندرن، ٽڪاڻن ۾ وڃڻ، ميلن ۾ شريڪ ٿيڻ، ڀڳتيون ۽ چوڻکيون ٻڌڻ، ڪلام ۽ راڳ جو رس وٺڻ، جاڳي اوجاڳا ڪرڻ ۽ سنتن، درويشن کي نمي نمسڪار ڪرڻ سان فقيرن جي صحبت جو شغل حاصل ٿئي ٿو ۽ من تي ٿڌو چندو (من شانت) پوي ٿوءِ انسان جو لاڙو ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ڏانهن وڌي ٿو ائين ئي شهنشاهہ جن کي ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ڏانهن لاڙو ٿيو.



## شهنشاهہ جن جو ماستري ڪرڻ

پتا يا ڀيو ڪو سار سنڀالڻ وارو نہ هئڻ سبب، شاهوڪار نہ هئڻ ڪارڻ شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جهنبي وارن انگريزي تعليم حاصل نہ ڪئي هئي. انهن ڏينهن ۾ سنڌي ست درجا پاس ڪري انين ڪلاس ۾ ورنيڪيولر فائينل جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ سان ماستري، ڊڪ منشي، ٽپيداري وغيره جهڙيون نوڪريون ملنديون هيون سو شهنشاهہ جن بہ ورنيڪيولر فائينل امتحان پاس ڪرڻ ڪانپوءِ اٽڪل **18-19** سالن جي عمر ۾ سنڌي ماستري ڪرڻ شروع ڪئي.

**نوٽ:** ماستر بابا نيپراج صاحب جن جي پتا جي سرڳواس ٿيڻ جي ڄاڻ نہ پئجي سگهي آهي تہ هو ڪڏهن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا.





## پٽنيءَ بدلي پرماتما جو نامہ گهريو

جوانيءَ ۾ ٻيبر پائڻ سان جيون ساٿيءَ جي طلب ٿئي ٿي. شهنشاهہ ماستر بابا نيپراج صاحب کي ٻہ شادي ڪرڻ جو خيال ٿيو هو. شهنشاهہ جن هڪ تہ ذات جا هئا ڀاٽيا، ٻيو هئا غريب ماستر، ڪمائي گهٽ، شاهوڪاري هئي ڪانہ، ٿيون ڀاٽين ۾ ان وقت هئي ڇوڪرين جي اٽاٽ ۽ ڇوٿون شهنشاهہ جن کي نہ هو پتا حيات جو سندن ڇوڪريءَ جي ڳولا ڪري، سو شادي ڪيئن ٿئي؟ ۽ ماءُ بہ ويچاري اٻوجهہ ۽ سادي سودي هوندي هئي، هٿ ماٺهو ڪپندا هئا چتر ۽ چالاڪ ماتا چٽنا ديوي جنني بہ ڇوڪريءَ جي گهر کندي هئي يا چوائيندي هئي تہ ناڪاري جواب ملندو هو ناڪاري جواب ملڻ تي نراس ۽ دلشڪستي ٿي پوندي هئي. ماءُ ويچاري پٽ جي شاديءَ لاءِ پاڻ کي گهٽوئي پتوڙيو. آخرڪار پٽ کي پربوڌ ڏيڻ لڳي ۽ چوڻ لڳس تہ پٽ نيپيا "ڀڳوان جو سمرڻ ڪر، ديوي ماتا جا ايڪاٽا (ورت) رک تہ من انترياميِ شري ڪرشن ڀڳوان اسانجي ٻڌي. جيئن سڏامي جا ڪارج پورا ڪيائين تيئن اسانجي تمنا بہ پوري ڪري، تنهنجي شادي ٿئي ۽ پٽني ملي پوئي: غريب نواز

اسانجي ضرور پڏندو.“

شھنشاھہ جن ٻہ ميران وانگر ماءُ جي چوڻ جي ڳنڍ ٻڌي ڀڳوان ڪرشن جو سمرن شروع ڪيو.

**نوٽ**:- شھنشاھہ بابا نيپراج صاحب جھنڊي وارن جي ويراڳ ورتيءَ بابت مختلف ڳالھيون لکيل آھن جن مان ڪجھہ ھيٺ بيان ڪري رھيو آھيان.

(١) ماءُ جوچوڻ ميجي، صبح جو سوبل اٿي، شھنشاھہ بابا نيپراج صاحب جھنڊي وارا سنڌو نديءَ ۾ اشنان ڪري، اکو وجھي گھر لاءِ گھاگھر پاڻيءَ سان ڀري ايندا ھئا. گھر پھچي پلٽي ماري رام نام جو جاپ ڪندا ھئا. رام نام جپڻ جو نيم اھڙو تہ پڪو ٿي ويو ۽ ڀڳتيءَ ۾ ايترو تہ محو ٿي ويندا ھئا جو اسڪول وڃڻ بہ وسري ويندو ھين. اسڪول ڏي وڃڻ ۾ دير ٿيندي جو خيال اچڻ تي ماتا چئنا ديوي کين سڏ ڪري چوندي ھئي تہ ”پٽ! او نيپا، ھاڻي اٿ، سنيري تيار ٿي اسڪول وڃ.“ شھنشاھہ جن اسڪول وڃڻ کان اڳ بيدل بيڪس تي مٿو ٽيڪڻ ويندا ھيا ۽ ڌيان ڪندا ھئا.

وقت گذرندو رھيو سائين جن جي عمر **34** سال ٿي ماتا جي منو ڪامنا (شاديءَ جي) پوري

ڪانه ٿي ۽ شهنشاهه جن جي ويراڳ ورتي وئي وڌندي، سائين جن ڀڳوان ڪان جيون ساٿي گهرڻ بجاءِ نام جو دان گهري ورتو ۽ ڀڳوان ڪرشن سان دوستيءَ جو ناتو ڳنڍيو.

ڀڳتيءَ ڪارڻ اسڪول ۾ اڪثر دير سان پهچندا هئا پر هيڊ ماستر، ٻارن ۽ ٻين ماسترن سان خوشگوار ناتا هئا. هيڊ ماستر (ديوان گوڪلداس ڪيسواڻي) جو شهنشاهه جن مٿان پورو وشواس هوندو هو. اسڪول دير سان پهچندا هئا پر ٻارن کي ايمانداريءَ سان پڙهائيندا هئا. اهڙي طرح جو ٻارن جو من ۽ شهنشاهه جن جو من هڪ ٿي ويندو هو، ان جو اهو اثر ٿيندو هو جو ٻارن کي جيڪي سيکاريندا هئا سو ٻارن کي ياد ٿي ويندو هو. ٻارن کي ٿورو وقت پاڙهي پاڻ درياءَ مان قدرت جا نظارا ڏسندا رهندا هئا۽ قدرت ۾ قادر کي پائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.ٻارن کي سڀ ڪجهه ياد ٿي ويندو هو. جڏهن امتحان ٿيندو هو ته سيئي ٻار سٺين مارڪن سان پاس ٿيندا هئا. ٻارن کي شهنشاهه جن جي پڙهائي اينتري نه وڻندي هئي جو شهنشاهه جن جي مستيءَ ۾ اچڻ بعد به وٽن انگريزي اسڪول ۽ ڪاليج جا



وديارٿي، پارسي بيتن ۽ اکرن جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ ايندا هئا.

ڪجهه ماستر سائين جن سان تمام گهڻو حسد ڪندا هئا. هڪ ته شهنشاهه جن اسڪول ۾ دير سان اچن، ٻارن کي به ٿورو وقت پاڙهين ۽ ٻار به سڀ امتحان ۾ پاس ٿين سو ڪجهه ماستر اهي ڳالهيون برداشت ڪري نه سگهيا ۽ هيڊ ماستر کي شڪايت ڪندا هئا ته نيپراج اچي به دير سان ۽ پاڙهي به ڪونه، ته به اوهان جو ان تي وشواس آهي. اسان کي ٿوري دير سان اچڻ تي ڇينيو ٿا، اسان پاڙهيون به گهڻو وقت ٿا، اها اوهان جي به اڪيائي آهي هيڊ ماستر جڏهن شهنشاهه جن جي ڪلاس ۾ اچي ٻارن ڪان سوال پڇندو هو ته ٻار سڀ ٺيڪ جواب ڏيندا هئا. پڙهائيءَ ۾ ڪا گهٽتائي نه ڏسي هيڊ ماستر شهنشاهه جن ڪان جڏهن دير سان اچڻ جو سبب پڇندو هو ته شهنشاهه جن چوندا هئا.

**"واڳ ڌڻيءَ جي وس. آءُ ڪا پاڻ وهٽي!**

هڪ ڏينهن **1911**ع ۾ شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا بيدل بيڪس تي ڌيان لڳائي ويٺا ۽ ڌيان ۾ اينترو نه مست ٿي ويا جو وقت جي خبر ئي

نه پين ۽ صبح مان منجهند ٿي وئي.

ان ڏينهن اسڪول ۾ ساليانيا اسپيڪشن (Annual Inspection) هئي انسپيڪٽراچي ٻارن جو امتحان ورتو، ڀڳوان پاڻ شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جن جو روپ ڌاري اچي انسپيڪٽر اڳيان بيٺو، ٻار سڀ پاس ٿيا. منجهند جو پوڄا پاڻ مان فارغ ٿي شهنشاهه جن اسڪول ۾ پهتا ته ٻڌائون ته انسپيڪشن ٿي وئي ۽ پاڻ به انسپيڪٽر اڳيان مؤجود هئا. اهو ٻڌي نوڪري ڇڏي آيا ته جنهن منهنجي روپ ۾ اچي منهنجي لڄ رکي آهي، هاڻي مان ان جي ئي نوڪري ڪندس.

(2) هڪ جاءِ تي ائين لکيل آهي ته **1911**ع ۾ هيڊ ماستر ( گوڪلداس ڪيسواڻي) شهنشاهه بابا نيپراج صاحب کي ڪجهه سرڪاري ڪاغذ سنڀالڻ لاءِ ڏنا، ڪجهه حاسد ماسترن اهي ڪاغذ گم ڪري ڇڏيا. ڪجهه ڏينهن گذرڻ کانپوءِ انهن حاسد ماسترن هيڊ ماستر جا ڪن ڀرڻ شروع ڪيا ۽ چغلي هڻڻ لڳا ته نيپراج ٻارن کي پڙهائي به ڪونه ٿو، الائي ڇا ٿو ڪري ۽ توهان جا ڏنل سرڪاري ڪاغذ به گم ڪري ڇڏيا اٿس. اهو سڀ ٻڌي هيڊ ماستر



گوڪلداس ڪاوڙجي ٻين ماسترن سان گڏ پڇاڪرڻ لاءِ شهنشاهه جن جي ڪلاس ۾ آيا ۽ ڏنل سرڪاري ڪاغذگهريا، شهنشاهه جن اهي ڪاغذ پنهنجي ميز جي خاني مان ڪڍي ڏنا .جن حاسد ماسترن ڪاغذ چوري ڪري گم ڪيا هئا تن اهو ڏٺو سي اچي ڊنا ۽ شهنشاهه جن کان معافي ورتي. روزانو اسڪول ۾ دير سان پهچڻ جي ڪِٽ پِٽ کان فارغ ٿيڻ خاطر ۽ هڪ منو ٿي ڀڳوان جي ٻندگي ڪرڻ لاءِ شهنشاهه جن ماستريءَ جي عهدي جي استيعفيٰ ڏيئي آيا. نوڪري ڇڏي اچڻ تي ماءُ ويچاريءَ کي ڏاڍو صدمو رسيو. هڪ ته شادي نه ٿي، ٻيو پٽ نوڪري ڇڏي آيو. آخرڪار **1912**ع ۾ هن فاني سنسار مان ڪوچ ڪيو. شهنشاهه جن تي ماءُ جي سرڳواسڻ ٿيڻ جو ڏاڍو اثر ٿيو، شهنشاهه جن هاڻي گهر ڇڏي خانگاهه پرسان وڃي جهنگل ۾ تڪر وسايو. **1912**ع ۾ نام جو رنگ لڳڻ کانپوءِ شهنشاهه ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن تي اهڙي مستي چڙهي جو هو پنهنجو پاڻ کي ئي ڀلجي ويا.

**" جي ننگ ڇڏي نانگا ٿيا. تن نانگن ڪهڙو ننگ.**
**گنگا ۽ گرنار جو. تن سانگين ڇڏيو سنگ.**



بيدل بيڪس جي مزار جو اندريون ڏيک



**نڪي واهن سنگيون . نڪي چورن چنگ**
**روحل لڳو رنگ. تن لاهو ٿين لقاءَ جو.**

ان مستيءَ ڪانپوءِ شهنشاهہ بابا نبيراج صاحب جن ”مان“ يا ”مونکي“ ڪڏهن ڪونہ چيو. بڪ ۾ چوندا هئا، ”بڪ لڳي اٿس“ ڪنهن کي آسيس ڏيندا هئا تہ چوندا هئا ” مالڪ گهريئي ٿو ڏينس!“ اول تہ بلڪل نانگا پيا گهمندا هئا، پوءِ ڪجهہ شرڌالو عورتن جي عرض ڪرڻ تي لنبو چوغو پائڻ شروع ڪيائون.

شهنشاهہ جن کي ساري جهان جي ڄاڻ هئي، سواليءَ کي ڏسندي ئي ڄاڻي ويندا هئا تہ ان جي من جي مراد ڪهڙي آهي. ٿڦڙ ۾ پيار پربل سندن مهر جي نشاني هوندي هئي. سنسار ۾ ڇا ٿو وهي واپري، عوام تي ڪهڙي مصيبت اچڻي آهي، اها مصيبت ڪيئن ٽري سگهندي، اهي سڀ ڳالهيون شهنشاهہ جن گهڻو عرصو اڳواٽ ئي ڄاڻي ويندا هئا. ڪوئيٽا جو زلزلو، مهاتما گانڌي ۽ ڀڳت ڪنور رام جو مؤت، نديءَ ۾ ٻوڏ اچڻ، هندستان پاڪستان جي لڏ پلاڻ جون اڳڪٿيون اشارن سان اڳواٽ پئي ٻڌايائون.

ويراڳ اچڻ بعد شهنشاهہ بابا نبيراج صاحب جهنڊي وارن پاڻ کي بيدل فقير جي حوالي ڪيو.

سائين جن دنيا کان منهن موڙي، ننگ واسطا ٽوڙي الک جي کوج ۾ گهڙي پيا رات ڏينهن پڳوان جي ڌن ۾ لڳا رهندا هئا، سنڌوءَ جي ڪپ تي جيئن پراڻي زماني ۾ رشين منين جپ تپ سنڌوءَ جي ڪناري تي ڪندا هئا تيئن شهنشاهہ جن بہ محبوب کي اتي ئي پرچائيندا هئا.

**"پل پل ڪن پڪار، ڪٺا درد فراق جا،**
**پسڻ ڪارڻ پرين جي، روئن زارون زار،**
**سامي چوي سرير جي رکن ڪانہ سنڀار."**

وڇوڙي جي حالت ۾ شهنشاهہ جن انئي پهر جفا ڏيندڙ اوجاڳن ۽ فنا ڪندڙ فاقن (بک) مان لنگهيا.

**"محبت جي ميدان ۾ پيڙا جن پيغام**
**سي جاڳڻ کي آڪرا، نيڻن ننڊ حرام**
**انگ نہ اوڍن ڪپڙا، طلب نہ رکن طعام**
**جهڙا منجهہ ماتام، تهڙا عاشق عيد ۾."** (سامي)

اهڙيءَ طرح شهنشاهہ جن رڇپي راتيون ٿيون تڏهن پاٽمرادو ظاهر ٿي پيا.

**"عاشق ڪين لڪن، سورج جيان هجن سنسار ۾."**

ظاهر ٿيڻ کان اڳ شهنشاهه جن اودوت حالت ۾ گذارڻ لڳا. جڳت جي ماڻهن سان واسطو ٽوڙي انساني وبس متائي پاڻ ديوانن(چرين) جهڙو سانگ بڻائي سچي آنند( پرماتما) کي حاصل ڪرڻ ۾ لڳا رهيا. ان رهڻيءَ جو بابا گوپالداس صاحب "طالب" جن هڪ ڪلام ۾ هن طرح ذڪر ڪيو آهي.

"نيڪيون بديون جن سمجهون سوغاتون،
رهيا ان احسان ۾
...ن جو روشن تارو.
...ت جهان ۾."

...ان متي چڙهيل
مسن...
ز...
نوز...
ڻ سا...



## شهنشاهه جن جو ڊگهو ۽ اڇو چولو پائڻ

سال 1924ع جي سياري جا ڏينهن هئا هڪ ڏينهن ريلوءَ ماءُ، شامونءَ ماءُ ۽ چاندوءَ ماءُ ٽئي گڏجي شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جن جي لنگهه وارو رستو روڪي بيٺيون ۽ چوڻ لڳيون ته "ماستر صاحب! هيئن صفا ننگو ٿي ٿا هلو چلو، اهو سٺو ته نه آهي، آخر پاڙي ۾ ننڍيون وڏيون نهر، ڏيئر ۽ پينر به ته رهن ٿيون ڪجهه ته خيال ڪريو ڪو ڪپڙو لٽو ته پائي هلو."

اهو ٻڌي شهنشاهه جن مشڪي اڳيان هٿ رکي درياءَ تي سنان ڪرڻ لاءِ هليا ويا. اهڙي طرح ٻن-ٽئن دفعن جي چوڻ تي شهنشاهه جن چوڻ لڳن "ڇڳو پلا ڪو ڪپڙو يا چولو ڏيو ته پائي وڃان." پوءِ چولو پائي ويندا يا رئو ٻڌي ويندا هئا. پر موٽندي اهو وستر درياءَ جي شرن ڪري ايندا هئا. اڄهو ائين ريلوءَ ماءُ (لالڙبائي)ڪين چولي پائڻ ني هيريو. وڏو اڇو چولو يا چوغو پيرن تائين پائڻ لڳا ۽ آخري دم تائين ڊگهو وڏو چوغو پائيندا رهيا.

## شهنشاهہ جن جو روهڙي ڇڏي سکر وسائڻ

ماتا سنمک ٻائي شڪارپور جي سيٺ ۽ ڪپڙي جي واپاري راڌا ڪرشن ڪتريءَ جي ڌرم پتني هئي. مائيءَ کي هڪ ڌيءَ هئي ڪشني ٻائي ۽ هڪ پٽ ڇٽڪوءَ نالي هو. جڏهن مائيءَ جو پٽ ڇٽڪو مل گذاري ويو تہ هن جي دل دنيا مان کٽي ٿي وئي ۽ ويراڳ اچي لڳس ۽ تيرٿ ياترا ڪرڻ هردوار هلي وئي ۽ خيال ڪيائين تہ ڪو مهاپرش يا مهاتما ملي تہ ان جي شيوا ڪري هي مانش جنم سڦلو ڪيان. روزانو ستسنگ ۾ ويهڻ ۽ شام جو گنگاميا جي ڪناري تي ويهي آرتي ٻڌڻ، ڏين جي جهرمر ۽ سوڀيا ڏسڻ ۽ هرجي پوڙي وٽ شو شنڪر ڀڳوان جو ڌيان ڪرڻ روز جو نيم هوس ائين ڪندي هن کي هردوار ۾ ٻہ چار مهينا گذري ويا. هڪ ڏينهن ڌيان ڪندي ننڊ جو جهوٽو اچي ويس، ان جهوٽي واري حالت ۾ ڏسي ٿي تہ ڪائي غيبي طاقت کيس چئي رهي آهي تہ مانش جنم ائين سڦلو نہ ٿيندو جيئن تون سوچين ٿي.

**"ڪر تپ ۽ تيرٿ هزارين ڪٽي تون،**
**وڃي گنگاگيا ٽٻيون هڻي تون،**
**پل هزارين ڪر حج ٻٽي تون حاجي. (طالب)**



تيرٿ ياترائن مان ڪجهہ نہ ملندءِ ۽ نہ وري ڪو اهڙو جوڳي ملندو جو توکي راهہ ڏيکاري، موٽي پنهنجي ديش وڃ جتي توکي سڌ پرش ملندو ان جي شيوا ڪري هي مانش جنم سڦلو ڪر.

**بن مرشد ڪوئي راهہ نہ ڄاڻي،**
**مهر ميا سان محب سو ماڻي،**
**جنهن تي مرشد ٿيندو راهہ ۾ راضي." (طالب)**

سپني واري حالت ۾ پڇڻ لڳي تہ منهنجو ديش سنڌ تہ وڏو ملڪ آهي پوءِ ان سڌ پرش مرشد کي ڪٿي ڳولهيان؟ سندس ڪو ناءُ نشان؟ اينتري ۾ جاڳ ٿي پيس، ۽ من اداس ٿي ويس. ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد اچانڪ هڪ ڏينهن وياڪل من سان اکيون پوري ويٺي هئي تہ ائين ئي کيس شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جي موهني مورت ڀڪنڊڙ چهرو، اڇن وارن وارو مٿو ۽ ڏاڙهيءَ سان لنبي اچي چولي ۾ نظر آيو. ديدار ئي مس ڪيائن تہ کيس ننڊ جو جهوٽو اچي ويو. ان جهوٽي واري حالت ۾ ڏسي تہ اهائي ساڳي غيبي طاقت، شڪتي ڏونڏاڙي چئي رهي

آهي، "سنمک! تو سڌ پرک ڏنو ان کي ئي پنهنجو مرشد گرو سمجهي وڃي شيوا ڪر ۽ هي جنم سڦلو ڪر، اُتي اهو مها پرک سنڌو ديش جي روهڙي شهر ۾ رهندو اٿئي. لوڪ ڪيس "بابا ماستر صاحب" ڪري سڏيندا آهن پر نالو اٿس "نيڀراج" اُتي، جاڳ وڃي ڳولهه."

**"طالب سڀ ۾ ساکي جاڻج،**
**صورت مورت سوئي سڃاڻج،**
**سمجهي صورت ساکي،**
**ڪر نورت نيزاري."**

(طالب - بابا گوپالداس صاحب

بس پوءِ ته مهاپرش جي درشن ڪرڻ جي م
۾ هلچل (اوک دوک) پيدا ٿي ۽ يڪدم بن
ڪنهن دير جي روهڙي شهر اچي شهنشاهه جن لا
پڇا ڪئي، پڇا ڪندي ڪندي خانگاهه، بيدل
بيڪس جي درگاهه تي درشن ڪيائين ۽ من ۾
خيال ڪيائين ته جيڪر مرشد ٻڌائين ته مان وٽن
چو آئي آهيان ۽ پاڻمرادو سرُ جهڪائي ويهي
رهي، جڏهن شهنشاهه جن کي پيرين پئي ته



شهنشاهه جن ان وقت خانگاهه تي هڪ ڪنڊ ڪان ٻي ڪنڊ تائين اچ وڃ ڪري رهيا هئا. مشڪندي چوڻ لڳا، "مالڪ! سنمک آئي آهي پڇي ٿي ته هوءَ هتي ڪيئن-آئي آهي هاڻي امتحان ٿي وٺي."

سنمک ٻائي پنهنجو نالو ٻڌي ۽ شهنشاهه جن جو جواب سڻي پيرن تي ڪري چوڻ لڳي، "منهنجا مالڪ، مرشد خطا معاف ٿئي." ائين ئي شهنشاهه جن اتان پنهنجي مڪان ڏانهن هلڻ شروع ڪيو. مائيءَ به سندن پٺ ورتي ۽ اچي سندن مڪان تي پهتي ۽ شيوا ۾ لڳي ويئي. سائين لعلچند ته اڳي ئي شيوا ۾ هئا، هاڻي ٻئي ڄڻا شيوا ڪرڻ لڳا. جنوري **1947**ع ۾ شهنشاهه جن روهڙي ڇڏي اچي سکر وسايو. جتي ڀڳوان داس ڪٽمنڙن ۽ ٽڪين واري جي ڪارخاني ۾ رهڻ لڳا.

سنمک ٻائيءَ به سندن پٺ ورتي ۽ اچي سکر ۾ شيوا ڪرڻ لڳي.



ماسٽر بابا نيڀراج صاحب جن جو انتم سنسڪار سکر جي مسائڻ ۾ هن جاءِ تي ٿيو



## شهنشاهه جن جو پرلوڪ پڌارڻ

صاحب جو سڌ ڪير به نٿو تاري سگهي ورهاڱي ڪانپوءِ شهنشاهه جن دنيا مان ڪٿا ٿي پيا هئا، انڪري ترت صاحب ۾ ملڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا، بوند ساگر ۾ سمائجڻ لاءِ تڙڦڻ لڳي. 4-3 مهينا اڳ ئي شرڌالن کي ٻڌايائون ته ويساک مهيني جي اماس تي سچ کنڊ ڪوچ ڪبو. آخرڪار **27** مئي **1949**ع تي اماس ڏينهن سماڌي لڳائي شري ڪرشن ڀڳوان جو جاپ ڪندي جوتي جوت سمايا.

اها خبر ٻڌي هزارن ماڻهن جي مٿان ڇڻ پهاڙ ڪري پيو، ناس ٿينڌڙ شرير جو آخرين درشن ڪرڻ لاءِ ماڻهن جو اٿاهه ساگر اچي مڙيو، شهنشاهه جن جو انتم سنسڪار سکر جي مسائڻ ۾ ڪيو ويو، جنهن جي لاءِ هڪ الڳ جڳهه رکي وئي هئي جنهن تي شهنشاهه جن جو انتم سنسڪار ڪيو ويو هو، اها جاءِ سکر جي مسائڻ

۾ اڄ بہ سهڻي نموني سان ٺهيل آهي.

سيني جي اکين ۾ پاڻي هو ۽ مک ۾ ”رام نام سنگ هئہ“ جي ڌن هئي بادل برسي بہ ماڻهن جي دکي دلين تي ٺار نہ وجهي سگهيا، هر کنهن جي مُکَ ۾ شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جو نالو هو. شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا رڌين سڌين جا مالک هئا.

شرڌالن شهنشاهہ ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جا آستان هنڌ سنڌ ۾ ٺاهيا آهن، پر سکر ۽ مجنو ٽيلي (دهلي) جا نظارا نيارا آهن، اتي جيتري سنگت درشن ۽ مرادون ماڻڻ لاءِ پهچي ٿي ان جو ڪٿن ڪرڻ ڏکيو آهي.

# جهنڊو جهولائڻ

بابا گوپالداس صاحب "طالب" جن (بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جا شيوڪ هئا.) درويش آستان دهليءَ ۾ آياءِ لوڪن کان لڪي غفا ناهي اتي رهيا پر ڪن پريمين کان لڪي نه سگهيا، جنهن جڳهه تي اڄ جهنڊو صاحب جهلي رهيو آهي، اتي هڪ ڪنديءَ جو وڻ هو. اُهو ڪنديءَ جو وڻ بنا هوا لڳڻ جي پاڻمرادو پاڙن سميت ڪري پيو، عين ان جڳهه تي بابل سائينءَ شهنشاهه ماستربابا نيپراج صاحب جن جو ڳاڙهو جهنڊو کوڙي جهولايوجيڪو اڄ تائين اتي ئي جهلي رهيو آهي. هر سال جيئن شهنشاهه جن جي ورسي شروع ٿيندي آهي ۽ جڏهن هر سال شهنشاهه جن جو جنم دن درويش آستان تي ملهايو ويندو آهي ته پنهي اُتسون تي پهريائين شهنشاهه جن جي جهنڊي جي سلامي ڪئي ويندي آهي مطلب ته ورسي صاحب ۽ جنم ڏينهن



شهنشاهه جن جي ڳاڙهي جهنڊي جي سلاميءَ سان آرتي ٿيندا آهن بابل (طالب) سائين جهنڊي صاحب لاءِ هڪ ڪلام چيو آهي ته.

**"جڳ جڳ جهنڊا قائم دائم-سدائين جهولن آسمان ۾**
**جڳ جڳ جهنڊا جهولن-مرشد تنهنجا نظارا."**

ان سمي غفا ۾ جتي بابل سائين جوڳ پچايو هو، اتي شهنشاهه جن جي مورتي براجمان ڪئي ۽ پوءِ آڪٽوبر **1957**ع ۾ سماڌي جوڙي. اها غفا ڇهه فوٽ اوچي، چار فوٽ ويڪري ۽ اٺ فوٽ ڊگهي هئي. اڄ ته هڪ عاليشان ڪانچ جي جڙيل غفا آهي جتي شهنشاهه جن جي سنگمرمر جي پٿر مان ٺهيل مورتي براجمان آهي، سندن سماڌي (ڏيوري) به اتي ئي ٺهيل آهي.

## ”شهنشاهه“ لقب پرسڌ ڪرڻ

شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن ڪي لوڪ روهڙيءَ ۾ پهريائين ”ماسترنيپراج“ جي نالي سڏيندا هئا. 1928ع ڌاري عورتن جو اچڻ وڃڻ، درشن ڪرڻ، منٿو ٽيڪڻ وڌيو، انهن وري شهنشاهه جن کي ”بابا ماستر صاحب“ ڪري ڪوٺڻ شروع ڪيو. سکر مان ايندڙ شرڌالو ءِ سوالي وري کين ”درويش ماستر نيپراج“ چئي ارداس ڪندا هئا. هندستان دهليءَ ۾ درويش آستان ٺهڻ سان بابا گوپالداس صاحب ”طالب“ جن وري کين ”شهنشاهه“ جو لقب ڏيئي، ”شهنشاهه ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا“ نالي سان جڳ ۾ پرسڌ ڪيو. اڄ ڪلهه شرڌالو، پريمي، صدقي ءِ سوالي شهنشاهه جن کي ”شهنشاهه ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا“ ڪري سڏين ٿا ته ڪي وري ”شهنشاهه جهنڊي وارا“ ڪوٺين ٿا ته ٻيا وري ”مرشد جهنڊي وارا“ چئي ٻيا ٻاڏائين ءِ من جون مرادون پائين ٿا.



مجنو ٽيلي (دهلي) جو ٻاهريون ڏيک

## دھليءَ ۾ سماڌي نهڻ

شهنشاھ بابا نيپراج صاحب جهنبدي وارا 27 مئي 1949ع ۾ هن فاني سنسار مان ڪوچ ڪيو ياجوتي جوت سمايا، سندن مرتڪ سربر وارا هائي ڦول بروقت سنڌو نديءَ ۾ پروان نہ ڪيا ويا. اهي ڦول سکر ۾ ائين سالن کان بہ وڌيڪ وقت رهيا. اهي ڦول آڪٽوبر 1957ع ۾ ڀڳوانداس ماڪيجا پاڻ سان کڻي اچي دھليءَ ۾ مجنو ٽيلي درويش آستان تي آيو. ڀڳوانداس تہ بابا گوپالداس "طالب" جن کي سڃاڻيندا بہ نہ هئا. خير هائي ڦول پنهنجي مڪان تي آيا تہ بابل سائين انهن جو جوڳو ۽ هاردڪ سواگت ڪيو. ٻئي ڏينهن بابا گوپالداس "طالب" ۽ ڀڳوانداس ٻئي گڏجي هردوار ويا، جتي وڌيءَ انوسار جڳتيءَ سان ڪريا ڪرم ڪرائي شهنشاھ جن جي ڦولن کي هرجي پؤڙي وٽ گنگا ماتا کي سپرد ڪيا. بابا گوپالداس "طالب" جن انهن ڦولن مان ڪجھ پاڻ سان درويش آستان لاءِ کڻي



آيا. اهي قول پوءِ بنيادي غفا ۾ جهنڊي واري آستان ۾ ننهي هنڌ ٻئنڊ باجن ، شهنائيءَ جي گونج، آتشبازي، ٻمن ۽ ڦٽاڪن جي آوازن سان عام ڀنڊاري ڪارائڻ ۽ باقاعدي وڏيءَ انوسار ۾ منگلاچرڻ ڪانپوءِ **24** آڪٽوبر **1957**ع تي ڏيورين ۾ سماڌي استاپنا ۾ وڌا ويا.

**” تنهنجي ڳجهه جي ڳجهارت ڪير سمجهي،**
**هندو سِڪ سِڀ ڪنا ڪيائون**
**دهليءَ ۾ درگاهه وسايائون**
**سماڌي پنهنجي پاڻ آٽي. اها قبول پاڻ ڪرائي.“**

ان اتهاسڪ آستان تي شهنشاهه جن جي ورسي هرسال ستن ڏينهن لاءِ ڌام ڌوم سان ويساک واري مهيني ۾ ملهائي ويندي آهي. ڪيترائي ماڻهو ديس پرديس کان اچي سڪ ۽ شرڌا سان سرنوائيندا آهن ۽ من گهريا ڦل پائيندا آهن.

## سکر شهر ۾ شهنشاهه جن جي سماڌي نهڻ

شهنشاهه بابا نيڀراج صاحب جهنڊي وارن جي هاٽي ڦولڻ مان ڪجهه ڀڳوانداس پاڻ سان سکر ڪٽي آيا ۽ سيرو چوڪ پهلو گهٽيءَ، جتي ڀڳوانداس جو ڪارخانو آهي، جنهن ڪوٺيءَ/ ڪمري ۾ شهنشاهه جن آخري ڏينهن گذاريا ۽ چولو ڇڏيائون اتي آٽي وڏي ڌام ڌوم سان اسٿاپن ڪيا ۽ سماڌي نهرايائون. هتي هر سال 28، 27، 26 ويساک تي ميلو لڳندو آهي، ديس پرديس کان سوالي اچي مٿو ٽيڪيندا آهن ۽ پلءُ پارائي/ پائي من جون مرادون پوريون ڪرائيندا/ ڪندا آهن.

هتي هر روز شام جو آرتي ۽ ستسنگ به ٿيندو آهي ۽ هر مهيني اماس جي رات ملهائي ويندي آهي. ڀنڊارو صاحب ٿيندو آهي ۽ صوفي فقير ۽ ڀڳت اچي ڪري شهنشاهه جن جي آستان تي مؤج مچائيندا آهن صبح جو پلءُ صاحب پوندو آهي.

**نوٽ**: بابا سائين جن جو اصل گهر جتي هو رهندا هئا هاٽي مسلمانن جي قبضي ۾ آهي، جيڪو وسڻ شاهه/پارو شاهه جي ڏيوري صاحب جي اڳيان آهي اتي بابا سائين جن جي نالي جي تختي اڄ به لڳل آهي.

شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جهنڊي
وارن جي ڪجهه ڪرشمن جو ذڪر ڪجي ٿو.

## پيرين پوڻ سان پاس

گهنشام داس ڇبلاڻي مارچ 1925ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏيئي آيو هو امتحان جي نتيجي نڪرڻ ۾ اجان ٽي هفتا ڪن هيا ته هو پنهنجي دوست ويرو مل پٽ پنجو مل سان گڏ خانگاهه تي پئي ويو ته اينٽري ۾ شهنشاهه بابا نيپراج صاحب کي هڪ ٻئي مسلمان درويش سان گڏ ايندو ڏٺو اوڏو اچڻ تي ٻئي دوست جهڪي ٻنهي درويشن کي پيرين پيا، شهنشاهه جن مرڪي مشڪي چين "**وڃو ٻئي پاس آهيو.**" **31** مئي **1925**ع تي مئٽرڪ جو نتيجو نڪتو گهنشام داس ۽ ويرو مل ٻئي پاس باقي ٻيا سڀ ڇوڪرا جن ساڻن گڏ امتحان ڏنو هو، ناپاس ٿيل ظاهر ڪيا ويا.



## چوٽي پٽڻ سان پٽيءَ کي نوڪري ملي

**1921**ع جي هڪ ڏينهن رامچند لالا پنهنجي پٽنيءَ سان گڏ نوڪري ملڻ جي آس رکي پارو شاهه جي ڏيوريءَ تي مٿو ٽيڪڻ پئي ويا ته واٽ تي شهنشاهه بابا نيپراج صاحب کي ايندو ڏٺائون رامچند پرميشوريءَ کي چيو ته پاسيري ٿي بيهه ماستر صاحب آهي مست ته ڪٿي ڌڪ نه هڻي وٺيئي. پرميشوريءَ چيو مست آهي ته پوءِ ڇا؟ نمي پيرين ٿا پئون من آسيس ڪري وجهي ته توهان کي جلد نوڪري ملي وڃي، ائين ئي شهنشاهه جن اچي سندن پرسان پهتا رامچند هٿ جوڙيا پرميشوري پيرين پئي ته شهنشاهه جن وٺي سندس چوٽي پٽي ۽ چوڻ لڳا "نوڪري ڪپيس، مالڪ ڏينس." ائين چئي شهنشاهه جن رمندا رهيا. ان گهٽنا کي هفتو ئي نه ٿيو هو ته رامچند کي نوڪري ملي هاڻي ٻنهي زال مڙس جو صدق شهنشاهه جن جي لاءِ پئدا ٿيو مست فقيرمان ڪين هاڻي پهتل درويش ۽ سنت ڪري پوڄڻ لڳا.

## پيٽ جو سور لٿو

سال 1925ع ۾ مهينو آگسٽ جو هو، سخت گرمي هئي تہ راءِ صاحب گنگارام جوتواڻيءَ جي سپتري پسند ٻائيءَ (سڳي ٻائيءَ) کي اچي پيٽ ۾ سور ٿيو. سور تمام گهڻو وڌي ويو، دست ٿي پيا الٽيون ٿي پيون، ڇوڪريءَ جون رڙيون هيٺ مٿي هيون. ڊاڪٽرن جون دوائون ڪيائون، حڪيم ۽ ويد بہ آيا ڪنهن جي بہ دوا مان فائدو نہ ٿيو. ٻن مهينن ۾ ڇوڪري هڏن جو پڃرو ٿي پئي، ڪنهن جي ڏس ملڻ تي ڇوڪريءَ جو پاءُ تلسيداس ۽ پاڄائي سرستي ڪيس ڪٽائي شهنشاهہ ماستربابا نيپراج صاحب جن وٽ آيا. ان ڏينهن شهنشاهہ جن خانگاهہ تي ويا هئا هو بہ اتي آيا، ان وقت بابا جن بيدل بادشاهہ جي قبر واري ڪمري ۾ اچ وڃ ڪري رهيا هئا. تيئي ڄڻا اچي هٿ جوڙي بيٺا، 15-20 منٽن بعد ڇوڪريءَ ڪان چوايائون "سائين بابا ماستر صاحب ڪا مهر ڪيو هن ڪشٽ کان ڇڏايو." ڪلاڪ اڌ گذرڻ بعد ڇوڪريءَ وٽ



شهنشاهہ جن اچي چيو. "سائي ٿوم گهوٽي پيءُ، سائي ٿوم." پوءِ وري پسار ڪرڻ لڳا. ڇپن ۾ ڪجهہ چئي رهيا هئا، شايد رام نام جو جاپ ٿئي ڪيائون. خير ڏس ملڻ تي ڇوڪريءَ کي گهر وٺي آيا ۽ بزار مان سائي ٿوم گهرائي گهوٽي، ان مان نڪتل رس ڇوڪريءَ کي پيئاري، ٽي چار ويلا رس پيئائين مس تہ دست بند ٿي ويا الٽيون گم ۽ پيٽ جو سور بہ لهي ويو. ان بعد شهنشاهہ جن جا ٿورا مڃڻ لڳا. اوڙي پاڙي ۾ چوڻ لڳا تہ ماستر صاحب جي مهر ٿي، ڪرامت ٿي، هاڻي تلسيداس جو ويساهہ شهنشاهہ جن ۾ وڌيو ۽ پوءِ نہ رڳو شهنشاهہ جن جي پر ٻين فقيرن ۽ درويشن جي بہ شيوا ڪرڻ لڳو. ماڻهو ڪيس سنت شاهوڪار سڏيندا هئا.

## مار کائڻ سان پٽ مليو

ڪرمچند نواڙيا شڪارپور جو رهواسي هو پر سکر ۾ سول ڪورٽ ۾ نوڪري هئڻ سبب روهڙيءَ ۾ رهندو هو. ڪيس شاديءَ کي 8-7 سال ٿي ويا هئا . پر گود نہ ڀري هيس اولاد جو سڪايل هو. 1933ع ۾ گرمين جا ڏينهن هئا تہ هڪ شام جو پنهنجي پاڙيسريءَ ديالداس ياتيہ کي جو ان وقت مئٽرڪ پڙهندو هو، سڏي چيائين تہ ديالا هل تہ بابا ماستر صاحب جو درشن ڪري اچون. ديالداس پنهنجي ٻن دوستن، ڪشن چند منشاراماڻي ۽ هاسانند لالا کي بہ سڏيو.

ڪرمچند جي من ۾ پٽ جي آس هئي پر اِها بہ ڄاڻ هئي تہ شهنشاهہ جن وٽ جيڪي سوالي اچن ٿا تن جا ڪارج تڏهن سڌ ٿين ٿا جڏهن هو ماستر صاحب جون گاريون ۽ مار کائين ٿا. ڪرمچند کي پٽ تہ کپندو هو پر مار کان پئي ڊنو، آخرڪار چارئي ڄڻا شهنشاهہ جن جي مڪان تي پهتا. ڏسن تہ ماستر صاحب پنهنجي مڪان جي ڇت تي



اچ وڃ ڪري رهيا آهن. ڏاڍو جلاليءَ ۾ آهن. زور سان وڏي آواز ۾ ڪجهہ ڳالهائي رهيا هئا پر سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ آئين. ڪرمچند کي مار جو ڀؤ هو سو گس گساءَ ۾ ڪلاڪ ڪن گذري ويو تہ اينٽري ۾ شهنشاهہ جن جا لفظ "ڊڄن ئي ٿا مار کان." ڪن ۾ پيا اهي لفظ ٻڌي همٿ ڌاري چارئي ڄڻا مٿي چڙهيا.

ديالداس، هاسانند ۽ ڪشن چند پيري پئي پاسيرو ٿي بيٺا، جيئن ئي ڪرمچند پيري پوڻ لڳا تہ اچي مار پيس. شهنشاهہ جن ڏڪ هڻن، چماٽون هڻن. پوءِ چيائونس "پٽ کپيئي تہ مار کان ٿو ڊڄين وڃ پٽ ڄمندءِ." اهڙيءَ طرح ڪرمچند گاريون ۽ مار کاڌي پر سال کان پوءِ ڪيس پٽڙو بہ ڄائو. ماڻهن ۽ مائٽن کي شهنشاهہ جن جو ڏنل ٻچڙو ڪري ٻڌائيندو هو سو ائين چئني ڄڻن شهنشاهہ جن جي ڪرامت ڏٺي.



ماستر بابا نيپراج صاحب ۽ صوفي فقير قاضي بابا



## مست نہ پهنل سنت

پهرين مهاڀاري لڙائي (جنگ) 18-1914ع

واري پوري ٿيڻ تي هئي تہ شهنشاهه جن اونهاري جي سخت گرميءَ ۾ پيرين اُگهاڙي، پريداس سهتا زميندار ۽ ٺيڪيدار جي گهر آيا، پريداس سائين بيدل بادشاهه جو پيروڪار هو. سالن کان مٿن کو نيڪي جو ڪيس ڪورٽ ۾ هلي رهيو هو ۽ ان ڪيس جي فتويٰ پريداس وارن جي خلاف ملي هئي سو اپيل جي سوچي رهيا هئا. جڏهن پريداس، ڀاڻس ڊولٽداس ۽ پٽس ڀڳوانداس ٽيئي گهر موٽيا تہ شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جن بہ اڳ ۾ ئي سندن گهر وينا هئا، تڏهن مشڪي چوڻ لڳا "پريداس! اپيل اجائي آهي جيڪي هيٺينءَ ڪورٽ جو فيصلو سو وڏيءَ ڪورٽ جو فيصلو سمجهہ." ائين چئي ٻاهر نڪري ويا. پريداس اهو ٻڌي ۽ شهنشاهه جن کي ويندو ڏسي پنهنجي پتنيءَ کي سڏي چيو "ڀڳواني ماءُ ٻڌءِ ماستر ڇا چيو ۽ ڪيس ڪيئن خبر پيئي تہ اسان ڪيس هارايو آهي ۽ اپيل ڪرڻ جو ويچار ڪيون ٿا. "مست آهي مست" ڪيس ماني ڪارائي هيئہ؟ ڀڳواني ماءُ چيو "مست نہ چئو ماستر نيپو انتريامي پهتل ڀڳت اٿو." ڊولٽداس اهو

ٻڌي چيو ”پاپي! ڪيئن ٿي چوين تہ ماستر صاحب انترجامي آهي ۽ جيڪي چوي ٿو سو سچ ٿيندو؟“ ڀڳواني ماءُ چيو ٻڌ ”اڌ ڪلاڪ اڳ آيو ۽ اچي صندل تي ويٺو. مون ٻاهر جافريءَ ۾ پئي سور سنگور ڪئي. صندل تي ويهندي چيائين ڀڳواني ماءُ بکہ لڳي اٿس روٽي ڪارائينس.“ مون نندڙيءَ (سدوريءَ) کي سڏي چيو تہ ماستر نيپي کي روٽي ڏي هن دال، ڦلڪا ۽ انب جي ڪتاڻ آڻي ڏنس اهي نہ کاڌائين. چيائين تہ ”ڪريلا ڪپن“ ڪريلا صرف پاڻي لاءِ تريا هئاسون. نندڙيءَ چيس تہ ”ڪريلا ڪونهن، دال کٽي ڪائو.“ ماستر چيس ”اندر رندڻي ۾ جاري ۾ ٿئيءَ ۾ ڍڪيل رکيا اٿئي.“ منهنجو اشارو پائي نندڙيءَ بہ تريل ڪريلا آڻي ڏنس. اهي کائي چيائين ”ڀڳواني ماءُ ٻيا بہ ڪپنس.“ نندڙيءَ چيس تہ ٻيا ڪونهن تہ چيائين ”ڪوڙ نہ ڳالهاءِ، اٺ ڪريلا پيا اٿئي.“ پوءِ اهي اٺئي ڪريلا آڻي ڏنائينس. کائي خوش ٿي ويٺو هو تہ توهين بہ اچي پهتا. هاڻي ٻڌاءِ تہ ڪيس ڪيئن خبر پيئي تہ اسان اڄ ڪريلا تريا آهن ڪيترا تريا آهن ۽ ڪٿي رکيا آهن. انڪري چوان ٿي تہ ماستر نيپو مست نہ، پر پهتل سنت ۽ درويش آهي. ڪڏهن بہ ڪيس نہ رنجائجو، جيڪي چوي ٿو سو سٽ ڪري سمجهو ان بعد پرپداس وارن اپيل ڪرڻ جو خيال ترڪ ڪري ڇڏيو.

## ڀڳت ڪنورام جي شهيديءَ جو اطلاع

منجهند جو **2** بجي، **3** نومبر **1939**ع تي دادوءَ مان ريل گاڏي هلي اچي شام جو **5** وڳي رُڪ جنڪشن اسٽيشن تي رڪي ان ريل گاڏيءَ ۾ سنڌ جو ناميارو سنت ۽ ڀڳت ڪنورام جن پنهنجن ماڻهن سان گڏ سوار هو. ڀڳت صاحب مانجهند درٻار ۽ دادوءَ ۾ ڀڳت ڀاو ڪري موٽي رهيا هئا. جيئن ئي ريل رُڪَ اسٽيشن تي پهتي، ٺيڪ ان وقت شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا بيدل بيڪس جي درگاهه، خانگاهه تي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين اچ وڃ ڪري رهيا هئا. سنگت ۽ سوالين جي ڀيڙ لڳي پئي هئي. اوچتو شهنشاهه جن رڙ ڪري چيو،

**"اڙي! گولي ٿي لڳي،**
**اڙي! مارينس ٿا،**
**الا! ماري ويو."**

ٿوري دير رکي ڪلڻ لڳاءِ چوڻ لڳا "ڀڳت



جو گوليءَ سان مؤت! واهه تنهنجي ليلا!" ريل گاڏي **3-4** ڪلاڪ دير سان سکر پهتي ۽ خبر پئي ته ڪن شاهينگن گولي هڻي ڀڳت ڪنورام جي هتيا ڪئي آهي. سکر ۽ روهڙيءَ ۾ ڀڳت ڪنورام جن جي شهيديءَ جي هٽتاڙ (واويلا) ٿي وئي. ائين ڀڳت ڪنورام جن جي مؤت جي خبر شهنشاهه جن لڪل واٽيءَ ۾ ٻڌائي، اها واٽي ان وقت ڪنهن کي به سمجهه ۾ نه آئي. سچا سنت اهڙا حادثا اڳواٽ ٻڌائيندا آهن پر ڪولي نه ٻڌائيندا آهن.

## سچي دل جو سچي دل سان ميلاپ

شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارا سکر جي صوفي فقير قاضي بابا (جنهن جي مزار اڄ به سکر شهر ۾ سکي تلاءَ وٽ آهي) کي پنهنجو اولياءَ دوست ڪري سڏيندا هئا. سندن تمام گهڻي پريت هئي. هڪ ڏينهن شهنشاهه جن پنهنجي سنگت کي چيو "اچو ته قاضي صاحب وٽ هلون" صوفي فقير قاضي بابا به پهتل شخصيت هئا. قاضي بابا اتي ويٺل سنگت کي چيو "نيپراج اچي ٿو هلو ته هلي سواگت ڪيون." پاڻ ۽ سنگت دڪان ٻاهر اچي شهنشاهه جن جو سواگت ڪيو ۽ جنهن رليءَ تي پاڻ ويهندا هئا مٿي ڪٿي چنڊي ڦوڪي شهنشاهه جن کي ان تي وهاريو ۽ پاڻ پوءِ ادب سان هٿ ٻڌي بيٺا وٽس جيڪي فقير ۽ شرڌالو ويٺا هئا سي سڀ اٿي بيٺا. شهنشاهه جن سان آيل پريمي به بيٺا رهيا. شهنشاهه جن قاضي صاحب کي ويهڻ جو اشارو ڏنو، قاضي بابا ٿورو پريرو ٿي ويٺا ۽ شهنشاهه




صوفي فقير قاضي بابا جي مزار جو ٻاهريون ڏيک

جن کي ٻيڙي چکڻ لاءِ ڏني ٻيڙي چکيندي شهنشاهہ جن جون اکيون فقير قاضي بابا جي اکين سان مليون. ائين ٻنهي درويشن اکڙين سان ڳالهايو ۽ روح رهاڻ ڪئي پر ڇا ڳالهايائون تنهنجو پتو ڪنهن کي بہ نہ پيو. پنجن منٽن گذرڻ بعد اٿي کڙا ٿياءِ هلڻ لڳا تنهن تي قاضي صاحب چوڻ لڳن "ماستر صاحب! بس ملاقات بہ پنجن منٽن جي."

شهنشاهہ جن مشڪندا روانا ٿيا ۽ ڪيترن ئي منن ۽ دلين جون مرادون پوريون ڪري شام جو موٽي روهڙيءَ ۾ پنهنجي مڪان تي آيا.

## شهنشاهه جن جي ڀڳونداس تي مهر

”ڀڳوانِ داس ماکيجا شروع ۾ سکر ۾ ڍڪ بزار ۾ حلوائڪو ڌندو ڪندو هو، دڪان ۾ مصري، نَکُلَ، پتاشا ۽ مٺائي وڪري لاءِ رکيل هوندا هئا. دڪان سنڀاليندي ڀڳونداس جو اهڙن ماڻهن سان سنگ ٿيو جن ڪيس سٽو هڻڻ سيکاريو، ڀڳونداس گهوڙن جي ريس جو شوقين هوندو هو سٽي ۾ پنهنجو اگر تگر وڃائي ويٺو ۽ بزار جو ڏهه پندرهن هزار روپيه قرض چڙهي ويس سو لهڻيدارن کان لڪندو جهنگ،بن، پيرن ۽ فقيرن جون قبرون پيو گهمندو هو. اهڙي طرح خانگاهه بيدل بيڪس تي پهريون دفعو 1938ع ۾ شهنشاهه بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جو درشن ڪيائين. شهنشاهه جن جو تيج ۽ چمڪيلو چهرو ۽ پيشاني پسي ڀڳونداس سندن ڪڍ لڳو. روزانو صبح جو 5-4 وڳي شهنشاهه جن لاءِ چانهه ٿاهي ڪٽي ايندو هو، شهنشاهه جن ڪڏهن پراڻي مڪان تي ملندا هئا ته ڪڏهن خانگاهه تي. (خانگاهه بيدل بيڪس جي مزار روهڙيءَ ۾ ٽڪريءَ تي اڄ به آهي) هڪ ڏينهن جيئن شهنشاهه جن خانگاهه تي وڃي رهيا هئا ته ڀڳونداس به سندن



پٺ ورتي، شهشاهه جن ڪٽي گاربون ڏنائونس ۽ گهٽ وڌ ڳالهائي ٽڪريءَ تان ڌڪو ڏنائونس، ڀڳونداس ٽڪريءَ تان هيٺ پٺ پيو پر صرف ڪجهه رهنڊون آيس. ڀڳونداس سوچيو ته هيتري اوچائيءَ تان ڪريو آهيان ۽ ڪوبه ڌڪ نه لڳو اٿم 'لاشڪ' هيءُ درويش هڪ پهتل فقير آهي ۽ منهنجو ڪلياڻ به ان فقير مان ئي ٿيندو سو سندس پيڇو نه ڇڏڻ ڪپي. اهڙيءَ طرح هو پڪو نيمي ٿي پيو ۽ هو سکر کان روهڙي شهنشاهه جن جو درشن ڪرڻ پنڌ ويندو هو.

1938ع ۾ اونهاري جا ڏينهن هئا سخت گرمي هئي، زمين اهڙي ته تنتل هئي جيئن باهه، ته به شهنشاهه جن پيرين اگهاڙي خانگاهه تي پهتا. ڀڳونداس به نيم ۽ هير انوسار پٺ ورتي، شهنشاهه جن خانگاهه تي پنهنجي مرشد جي مزار تي اچ وڃ ڪري رهيا هئا، ڪلاڪ ڪن گذري ويو ڀڳونداس هٿ ٻڌي بيٺا رهيا هاڻي سندس آزمائش شروع ٿي. شهنشاهه جن ڀڳونداس کي چيو.

## ”ڀڳوانا پاڻي پيار“

ڀڳونداس هڪ لوٽو کنيو ۽ پاڻيءَ وارا مٽ جاچڻ لڳو پر مٽن ۾ پاڻي نه هو سو پري وڃي نٽهڻ

اُس ۾ لوٽو پاڻيءَ جو ڀري آيو، شهنشاهه جن آندل پاڻي پيتو ۽ پوءِ چيائون ”ٻيو ٻه“ ڀڳوانداس وري ڪڙاڪيدار اُس ۽ گرميءَ ۾ لوٽو پاڻيءَ جو ڀري آيا. شهنشاهه جن اهو آندل پاڻي ٻه پيتو اهڙيءَ طرح ڀڳوانداس پنج دفعا اُسَ ۽ گرميءَ ۾ وڃي پاڻي ڀري آيا ۽ شهنشاهه بابا نيڀراج صاحب جهنڊي وارن اهو پاڻي پيتو، پنجون دفعو پاڻي پي شهنشاهه جن چيو.

**”ڀڳوانا! تو کٽيو“**

ڀڳوانداس لهٽيدارن کان پيا لڪندا ڇپندا هئا ۽ دڪان سندس سالا ربلومل ۽ پريتم داس هلائيندا هئا ۽ سندس ياءُ ڦڳڻ پنهنجي گهوم ۾ پورو هوندو هو. جنهن ڏينهن شهنشاهه جن آسيس ڪندي چيو هين ”ڀڳوانا! تو کٽيو.“ ان بعد پاڻ دڪان تي ويهڻ شروع ڪيائون. ڏندو جهجهو هلڻ لڳو، اڳ ۾ ته ڪاڏي لاءِ ٻه پوري بچت نه ٿيندي هين ۽ هاڻي شهنشاهه جن جي مهر سان ڪاڏي ڪانسواءِ بزار کي ٻه منهن ڏيڻ جهڙا ٿيا. ڀڳوانداس جو صدق ۽ وشواس شهنشاهه جن ۾ وڌڻ لڳو ۽ هڪ پڪا پريمي ٿي پيا. صبح شام درشن ڪرڻ ۽ مٿو ٽيڪڻ روهڙي پنڌ ايندا ويندا هئا. شهنشاهه جن جي ڀڳوانداس سان اهڙي پريت ٿي وئي جو پنهنجا آخري ڏينهن ڀڳوانداس وٽ گذاريا ۽ سندن چولو ٻه اتي ئي ڇڏيائون ۽ جوت جوتي سمايا.



## شهنشاهه جن جو ڪنڊ مان ترڪڻ

ڀڳوانداس **1943**ع ۾ حلوائڪي ڏنڌي سان گڏ سيرو چوڪ پهلو گهٽيءَ ۾ ڪٽمنڻن ۽ ڦوڏني جي ٽڪين ٺاهڻ لاءِ ڪارخاني لاءِ جڳهه ورتي. شهنشاهه ماستر بابا نيڀراج صاحب جهنڊي وارن جي مهر سان وڏا شاهوڪار ٿي پيا.

**1948**ع ۾ ڀڳوانداس تي گرفتاريءَ جو وارنٽ نڪتو. ڪجهه واپارين سکر جي ڪليڪٽر (ڪمشنر) کي خيرپور ڏوبزن شڪايت ڪئي ته ڀڳوانداس وٽ پرمٽ(Permit) کان وڌيڪ ڪنڊ آهي ۽ هو ڪاري بزار (Black Markeet) ٻه ڪري ٿو. ڪليڪٽر پوليس معرفت جاچ ڪرائي ته سندن پرمٽ (Permit) کان ٻه سؤ (**200**) ٻوريون وڌيڪ آهن. ان ڪري گرفتاريءَ جو وارنٽ نڪتو هو.

ڀڳوانداس رهائي رسائي وارا ماڻهو هئا هنن کي اڳ ئي خبر ملي چڪي هئي ته سندن گرفتاريءَ جو وارنٽ نڪتو آهي سو شهنشاهه بابا نيڀراج صاحب جهنڊي وارن جي (ڪارخاني جي ٻئي طبقي(حصي) ۾ رهندا هئا.) شرن پيا ۽ عرض ڪيائون ”سائين، او بابل سائين! ستگرو مهر ڪر، هن

مصيبت مان ڇڏاءِ، سائين سڀاجهل تي ٻاجهہ ڪر، پت رک." ڏينهن ٿئي تہ ڀڄي وڃي ڪٿي لڪن ۽ رات جو لڪي ڇپي اچي شهنشاهہ جن کي ارداس ڪن. ڪنڊ جون ڳوٺيون جنهن ڪمري ۾ رکيل هيون. اهوڪمرو پوليس سيل مُهر ڪري ڇڏيو هو. ائين ٻہ ٽي هفتا گذريا. ان دوران ڀڳوانداس جي پتني ( سڳي ٻائي) بہ شهنشاهہ جن وٽ ارداس ڪندي هئي تہ سندس پتيءَ جو وار بہ ونگو نہ ٿئي ۽ لڄ پت رهجي اچي. ٻنهي زال مڙس جي ارداس قبول پئي. هڪ رات جيئن ڀڳوانداس مٿو ٽيڪي هٿ ٻڌي بيٺو تہ شهنشاهہ جن چيو "ڀڳوانا! ڇوٽر آهن، ڪنڊ ڪانهي." صبح ٿيڻ سان ڀڳوانداس سڌو پوليس وٽ آيو ۽ چيائين مون وٽ ڪنڊ ڪانهي باقي ريوڙيون ٺاهڻ لاءِ تر آهن توهين روبرو هلي تحقيقات ڪيو. پوليس جو دستو اچي ويو ۽ ڀڳوانداس جي ڪارخاني کي گهيرو ڪيو. سيل ٽوڙي ڪمرو کوليو ويو. جنهن بہ ڳوٺيءَ ۾ هٿ وجهن يا کولن تہ ڪنڊ بجاءِ تر پيا نڪرن.

پوليس ترن کي ڏسي اچي انسپيڪٽر کي ٻڌايائون. انسپيڪٽر ڪلاڪ جي اندر ڪورٽ کي درخواست ڪري وارنٽ ۽ ڪيس واپس گهرائي ورتا. پوليس جي وڃڻ ڪانپوءِ اهي تر وري ڪنڊ ۾ بدلجي ويا. اهڙيءَ طرح شهنشاهہ ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن پنهنجي شش جي لڄ پت رکي ۽ جيل وڃڻ کان بچايو.



## شهنشاهہ جن جي منگها رام ماڪيجا تي مهر

ڀڳوانداس ماڪيجا کي هڪڙو پٽ منگهارام جي نالي سان هو. منگهارام جڏهن 10-12 سالن جا ننڍا هئا تہ شهنشاهہ سائين بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن وٽ پنهنجي پتا سان گڏ درشن ڪرڻ ۽ مٿو ٽيڪڻ ايندا هئا. هڪ دفعي ڏياريءَ جو ڏينهن هيو. هر هنڌ خوشي ملهائجي رهي هئي ٻم ڦاٽڻ جا آواز گونجي رهيا هئا. هر هڪ پنهنجي مستيءَ ۾ مست هوءِ ڦٽاڪا ٻاري رهيا هئا هر پاسي ڏين جي جوت ٻري رهي هئي. سندن منگهارام بہ پنهنجي ڪاٻي پاسي واري مٿين کيسي ۾ ڦٽاڪا رکيا هئا ۽ ڏياري جي خوشيءَ ۾ خوش هئا اچانڪ هڪ ٻاهہ جي چڻگ کيسي ۾ پيل ڦٽاڪن کي لڳي ۽ سڀ ڦٽاڪا اتي ئي ڦاٽي پيا. منگهارام جو ڪاٻو پاسو سڙي پيو ۽ چمڙي(Skin) بہ ڪافي حد تائين سڙي چڪي هئي. ڪاٻي ٻانهن بلڪل بہ ڪم نہ ڪري پئي ۽ هنن جون رڙيون هيون، تمام گهڻي جلن ٿي رهي هئي. ڀڳوانداس پنهنجي پٽ منگهارام کي کڻي شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن وٽ آيا ۽ پٽ جي لاءِ ارداس ڪيائون. شهنشاهہ جن چين



ماستر بابا نيپراج صاحب جن جي گهر جي ديوار جو ٻاهريون ڏيک



"ڪوپري جي تيل ۾ سمهايو." ڀڳوانداس هڪ وڏي ٽب ۾ ڪوپري جي تيل جا ست ٽين وڌا ۽ منگهارام کي ان ۾ سمهايو جلن گهٽجي وئي ٻانهن ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. منگهارام جي بدن تي سڙڻ جا نشان آخري دم تائين رهيا ۽ کاٻي ٻانهن سان ڪم ڪار ته ڪندا هئا پر پوري ٻانهن مٿي نه کڻي سگهندا هئا.

**نوٽ**: ڀڳوانداس جيترو وقت هن دنيا ۾ رهيا روزانو سماڌيءَ تي آرتي ۽ ستسنگ ڪندا رهيا ان کانپوءِ منگهارام ڪندو رهيو، ۽ هاڻي منگهارام جو پريوار سندن مٽ مائٽ ۽ سکر جي سنگت روزانو شهنشاهه جن جي آرتي ۽ ستسنگ ڪندا آهن. هر مهيني اُماس رات پنڊارو صاحب ڪرائيندا آهن ۽ صبح جو پلئه پائيندا آهن.

هر سال شهنشاهه جن جي ورسي 28–27–26 ويساک تي وڏي ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهن.

## "انوڀئو"

اسان (مکيش گوريجا ۽ ايشور لعل ) 1:30 p.m تي روهڙي وياسين. اتي بابا نيپراج سان جهندي وارن جو گهر ٺکر محلو پاروشاهہ گهٽي ۾ آهي. هاڻي ان گهر تي مسلمانن جو قبضو آهي انهن بابا سائين جو گهر ٽوڙائي ٻيهر ٺاهرايو آهي پر ٻاهرين ديوار اڄ بہ اهائي آهي. 1938ع ۾ ڪجهہ شرڌالو پريمين بابا سائين جي گهر جي مرمت ڪرائي هئي ۽ گهر جي ٻاهران ماستر بابا نيپراج صاحب جي نالي جي تختي هڻائي هئي اها تختي اڄ بہ ان ديوار تي لڳل آهي ۽ ڪجهہ ديوتائن جون تصويرون بہ لڳل آهن. جنهن وقت اسان اتي پهتاسين تہ ان ديوار تي چونو ٿيل هو. اسان گهر گهميا سون ۽ انهن گهر وارن سان بہ مليا سين هاڻوڪي گهر جي مالڪ جي زال ريحانہ ٻڌايو تہ ٽي سال پهريون هڪ بابا اڇو مٿو، اڇي ڏاڙهي ۽ ڊگهو اڇو چوغو پائي هن جي خواب ۾ آيو ۽ چيائين تہ هن گهر کي هميشہ صاف رکندي ڪر. هاڻي هوءَ سيارو هجي يا اونهارو هر روز سڄي گهر کي ڌوئيندي آهي ۽ اهو بہ پڻ ٻڌايو تہ سندن ڪجهہ تصويرون ۽ ڪتاب ۽ ٻيو سامان هن جي

ناني (Maternal Grand Father) سنيپالي رکيا هئا. سندن ناني جي گذاري وڃڻ کانپوءِ ڪيترو ئي وقت اهي شيون سنيپالي رکيون هيون. جڏهن ڪجهہ ماڻهو انڊيا کان هتي گهمڻ آيا ۽ اهي شيون گهريون تہ انهن اهي شيون انڊيا جي ياترين کي ڏئي ڇڏيون، جن جي خبر اسان کي نہ پئجي سگهي آهي. تہ اهي ماڻهو ڪير هئا.

اسان اتي قدرت جو هڪ عجيب نظارو اهو ڏٺوسون تہ جنهن جاءِ تي بابا نيپراج صاحب جو گهر آهي. اها جاءِ هڪ ٽڪر تي آهي ۽ تمام گهڻو مٿي آهي. ان ٽڪر تي اونهاري ۾ تمام گهڻي گرمي ٿيندي آهي ۽ سياري ۾ تمام گهڻو سيءُ. ڦاروان (ڦالسا) اونهاري جي موسم ۾ ٿيندا آهن. اسان اتي سياري جي موسم (نومبر جي آخري تاريخن) ۾ ماستر بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جي گهر ۾ ڦارون جو وڻ ڏٺو سون. ان تي پچيل يا رسيل ڦاروان بہ ڏٺيون سين ۽ اهو بہ ڏٺوسين تہ آسپاس ۾ ٻيو ڪو وڻ يا ٻوٽو نہ هو.

**"قادر آهي قدرت ۾ سمجهي سگهين تہ سمجهہ."**

(ديوان)

اسان گهر وارن کان اجازت ورتي سين تہ

1938ع ۾ شرڏالو پريئن جي طرفان ٺهرايل تختي جو ڏيک

تختيءَ جي مٿان لڳل چونو صاف ڪيون ۽ ڪجهه تصويرون بہ صاف ڪيون تہ جيئن انهن جون فوٽو(Photograph) ڪڍي سگهون ان گهر جي مالڪياڻي جنهن کي بابا نيپراج صاف جهنڊي وارا خواب ۾ آيا هئا. پنهنجي پٽ کي پاڻيءَ جو مگو، ڪپڙو ۽ برش پڻ ڏنو ايشور لعل ۽ اهو ڇوڪرو گڏ پاڙي مان وجي هڪ وڏي ڏاڪڻ ڪٽي آيا ۽ ان ڇوڪري پاڻ تختي ۽ تصويرون صاف ڪيون. پوءِ اسين ان پت جون (فوٽو) تصويرون ڪڍيون. اتي اسان کي منجهند جا 4:00p.m ٿي چڪا هئا ۽ واپس سکر آياسين. انهن فوٽن مان ڪجهہ فوٽو (تصويرون) هن ڪتاب ۾ آهن.

هاڻوڪي بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جي گهر جي مالڪ جو نالو مشتاق احمد آهي ۽ زال جو نالو ريحانہ آهي ۽ ان ڇوڪري جو نالو جنهن تصويرون ۽ تختي صاف ڪيون ان جو نالو نعمان آهي. ۽ سندن ناني جو نالو بندو خان عرف بکو هو.

## ياد ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون

(1) شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جهنڊي وارن جو جنم 13 آگسٽ 1875ع ۾ ٿيو.

(2) شهنشاهہ جن 27مئي 1949ع ۾ اماس ڏينهن هن ناس ٿيندڙ/فاني سنسار مان ڪوچ ڪيو.

(3) شهنشاهہ جن جي ماتا جو نالو چئنا ديوي ۽ پتا جو نالو ايسرداس هو ۽ ذات جا ڀاٽيا هئا.

(4) شهنشاهہ جن کي 7-6 سالن جي عمر ۾ بيدل بيڪس جو پيار نصيب ٿيو.

(5) شهنشاهہ جن ماستري 19-18 سالن جي عمر ۾ شروع ڪئي.

(6) شهنشاهہ جن جي ماتا چئنا ديوي 1912ع ۾ روح رباني ٿي.

(7) شهنشاهہ جن 1912ع ۾ ئي پنهنجو پاڻ کي بيدل بيڪس جي حوالي ڪيوءِ مست نانگا ٿيا.

(8) شهنشاهہ جن کي 1924ع ۾ لالر بائي اڇو وڏو چوغو پائڻ تي هيريو.

(9) شهنشاهہ جن جنوري 1947ع ۾ روهڙي ڇڏي سکر ۾ ڀڳوانداس ماڪيجا وٽ اچي ڪارخاني واري جاءِ



تي رهيا.

(10) شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جي سماڌيءَ ۽ جهنڊي واري جاءِ تي هائي قول 24 آڪٽوبر 1957ع ۾ دهليءَ ۾ ڏيورين ۾ وڌا ويا.

(11) شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جي سکر ۾ سماڌي سيرو چوڪ پهلو گهٽيءَ ۾ ڀڳوانداس جي ڪارخاني واري جاءِ تي سندن سکر ۽ روهڙيءَ جي سنگت ۽ ڀڳوانداس ملي ڪري هائين جا قول وجهي ڏيوري صاحب اسٿاپن ڪئي.

(12) شهنشاهہ بابا نيپراج صاحب جو ڏينهن ڇنڇر دهليءَ ۾ مجنو ٽيلي دربار ۾ ملهايو ويندو آهي. هر مهيني جي اُماس رات سکر ۾ ملهائي ويندي آهي.

(13) شهنشاهہ جن جي ورسي سکر شهر سنڌ ۾ 28، 27، 26 ويساک تي هر سال ملهائي ويندي آهي ۽ دهليءَ ۾ هفتو ملهائي ويندي آهي.

(14) ڀڳت ڪنوررام جي هتيا3 نومبر 1939ع ۾ رڪ جنڪشن تي ڪئي وئي.

(15) بيدل بيڪس جي خانگاهہ ۽ شهنشاهہ جن جو اصل گهر روهڙيءَ ۾ اڄ بہ آهن.



مکي ڀڳوان داس ماکيجا سرڳواس : 21-07-1974



# If Silence is Silver then speak to God is Golden

هي ڪتاب مکي
منگھارام ماکيجا ۽
مکي ڀڳوان داس ماکيجا
کي ارپڻ ڪجي ٿو.

پاران
مکي ايشور لعل ماکيجا
جواهر لعل ماکيجا، ڄڻ ڪمار ماکيجا
۽ سنڌن ماکيجا پريوار



سکر شهر ۾ سماڌي جو اندريون ڏيک